## حصو (ب) (مختصر جواب جا سوال)

نوٽ: هيٺين سوالن مان ڪن بہ 9 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي 04 مارڪون رکيل آهن.

سوال 2 پاڻ سڳورن ﷺ اسلامي برادريءَ بابت ڪهڙو ارشاد فرمايو؟

سوال 3 حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنه حق ۽ سچ جي ڳولا لاءِ ڪهڙيون ڪوششون ڪيون؟

سوال 4 سنڌ جي ثقافت جي اهم سوکڙي ڪهڙي آهي؟

سوال 5 سليم ۽ ارشد ڏاڙيلن جو خاتمو ڪيئن آندو؟

سوال 6 نصرپور ڪهڙن هنرن جي ڪري مشهور هو؟

سوال 7 بادشاهہ ٽيون پيرو خواب ۾ ڇا ڏٺو؟

سوال 8 هيٺين لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو.

مکيہ _ جابلو _ سهڪار _ هاڪ

سوال 9 هيٺين لفظن جا ضد لکو.

ولادت _ ڪمال _ انتها _ قديم

سوال 10 "حرف جملو" جي تعريف مثال ڏيئي لکو.

سوال 11 تفريح گاهہ لفظ تفريح جي پٺيان گاهہ پچاڙي ملائي ٺاهيو ويو آهي. اوهان اهڙا ٻيا چار لفظ ٺاهيو.

سوال 12 شاعر هاريءَ ڪي ڪهڙي دعا ٿو ڪري؟

سوال 13 هيٺين لفظن جا جمع لکو.

ڪپڙو _ مورت _ هلڪو _ سوکڙي

## حصو (ج) (تفصيلي جواب جا سوال)

نوٽ: هيٺين سوالن مان ڪن بہ 3 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي 08 مارڪون رکيل آهن.

سوال 14 هيٺين مان ڪنهن بہ هڪ تي مضمون لکو.

هنر دولت آهي _ اسان جو پيارو وطن

سوال 15 هيٺين مان ڪنهن بہ هڪ شعر جي سمجهاڻي لکو.

(الف) لٽي سچ عيان پنهنجو جوبن ڪرين ٿو
سحر تائين هر جا نشيمن ڪرين ٿو!

(ب) وٺ جان ۾ دل سان خاڪساريءَ جي واٽ
نوڙي هل جي توکي بلندي گهرجي!

سوال 16 توهان پنهنجي پيءُ ڪي خط لکي گرمين جي موڪلن ۾ ڪوهہ مري گهمڻ جي اجازت وٺو.

يا

پنهنجي اسڪول جي هيڊ ماسٽر / هيڊ مسٽريس ڪي درخواست لکي عرض ڪريو تہ اسڪول ۾ ڪرڪيٽ ٽيم ٺاهڻ جي اجازت ڏئي.

سوال 17 هيٺين مان ڪنهن بہ هڪ شاعر جي زندگي جو احوال لکو

سليم ڳاڙهوي _ محمد صديق مسافر

سوال 18 شاعر موجب نفرت جي پرچار جو ڪهڙو نتيجو نڪري ٿو؟